# قائدِ انقلاب محترم رسول بخش پليجي صاحب جو لکيل

پسي ڳاڙها ڳُل

(ڪهاڻين جو مجموعو)

# اڄ آڳڙيا آئيا...

ساڄن مُهاڻي سان منهنجي دوستيءَ کي ويهه سال ٿيا آهن. ان وچ ۾ ڪَئين لاهيون چاڙهيون ۽ ٿڏيون کوسيون آهن، پر ڪڏهن به سَنڌو ڪونه پيو آهي. نپايو اچون.

اٽڪل ويهارو سال اڳ، هڪڙي ڏينهن سب جج جي ڪورٽ ۾ بيٺو هوس ته ساڄن کي پوليس ڏنڊا بيڙيون هڻي وني آئي. ساٿس به سنڌي پائر ڪي سَوَٽ ماسات ۽ ڪي ٻيا هئا. ڪل 9 مڙس هئا. ڪورٽ جي ورانڊي ۾ چؤپچو ٿي ويئي! ڪو "ساڄن مهاڻو او اهو اٿئي او!" ڪو چوي "زبردست ڌاڙيل آهي، ٽي خون ڪيا اٿس!" ڪو چئي، "هينئر به خون ۾ آهي." هرڪو نئون فوجداري وڪيل خواب لهندو آهي ته منهنجا اهڙا مشهور ۽ ناليرا اصيل هجن ۽ آءٌ به اهڙا اهڙا وڏا ۽ ڏکيا ڪيس هلائي سگهان. جيڪي وڪيل اهڙا وڏا ۽ ڏکيا ڪيس هلائيندا آهن، تن کي ننڍا ۽ نوان وڪيل طلسمي ديوَ ڪري سمجهندا آهن ۽ ڪين پير ڪري پوڄيندا آهن. آءٌ به تن ڏينهن ۾ ننڍو ۽ نئون وڪيل هوس. مون به اتي بيٺل ننڍن وڪيلن وانگر دل ۾ سوچيو ته، "اهو ڏينهن ڪڏهن ايندو، جڏهن ماڻهُو چوندا ته انهن مڙسن جو وڪيل او اهو پيو اچي!"

ڪجهه دير ڪان پوءِ منهنجو مُنشي مرڪندو مون ڏانهن آيو. چيائين ته، "جي دل جهلين ته اڄ ڪم هڪڙو زبردست ٿي سگهي ٿو!" پُڇيم، "ڪهڙو؟" چيائين، "ساڄن مهاڻي جو ڪيس پاڻ کي ملي ته ڪيئن؟!" مون چيس، "اهي هوائي خبرون ڇڏ! ڪم جي ڳالهه ڪر!" خير، خبر پئي ته همراهه جو ڪراچيءَ وارو وڪيل پئسن نه ملڻ ڪري ڪاوڙجي ويو آهي. اڄ ڪونه آيو آهي. جج ڪيس ڪونه ٿو رکي. هلائي ٿو. منهنجي مُنشيءَ الائي ڪهڙا گشاپتا هڻي، ان مجبوريءَ جي حالت ۾ ساڄن وارن کي مڃايو آهي ته جيسين وڏي وڪيل جي پئسن جو بندوبست ٿئي ۽ هو اچي تيسين جج جي ضد کي مُنهن ڏيڻ لاءِ جيڪو هڪڙو اڌ شاهد حاضر آهي، ان کي آءٌ منهن ڏيان. مون وڪالت نامو وڌو. فيءَ جو ته خير مون سوچيو به ڪونه. رڳو اهي پئي دعائون گهريم ته، "شل پَتِ رهجي اچي! مون واري مُنشي جيڪي ٻٽاڪ هنيا آهن، تن جي پَتِ رهي!"

پر جج صاحب الائي صبح جو گهران وڙهي آيو هو، الائي ڇا، مون واري پَتِ مان ڦَڪو به ڪونه ڇڏيائين! منهنجو خيال هو ته مڙئي به چار اهڙا سوال پڇي ڇڏيان، جن مان گهڻو فائدو ڪٿي نه به ٿئي، پر نقصان به نه ٿئي ۽ ٿي سگهي ته ڪجهه لئي به ٿئي، پر جج صاحب چئي، تون ٿيندو ڪير آهين جو اڄ مون وٽان سگهين لڱين وڃين! جيڪو ڪٿيو سوال پڇان، تنهن لاءِ گوڙ ڪريو بيهو رهي. چي: "فضول آهي، ٻيو سوال پڇ!" قصو ڪوتاهه، مون کي هڪڙي ٺَڪي جهڙو ڪري ڇڏيائين! مون دل ۾ چيو ته، "زمين جاءِ ڏي ته ان ۾ گهڙي وڃان!" پوءِ اهو ئي ٿيو جيڪو ٿيڻو هو. مون لاچار ٿي لِحاظُ ڇڏي، جج صاحب سان خالص قانون جي ڳالهه ڪئي. سوال لکت ۾ نوٽ ڪرايم. جوابن جو لفظ به لفظ لکايم. ڳالهه نيٺ وڌي وئي.

جج صاحب بنهه بِرُ ٿي ويو ۽ مون قلم 526 ڪپک هيٺ ڪارروائي فوراً بند ڪرڻ جي درخواست ڏني. هاڻ ڪيس لازمي طرح رڪجڻو هو، سو رڪيو. آءٌ ٻُڌندڙ دل سان ٻاهر نڪتس. جوابدار ججن کي ناراض ڪرڻ کان وَنئُون ويندا آهن، خاص ڪري وڏن ڪيسن ۾. وڏا ۽ پراڻا وڪيل مس مس جوابدارن کي جج سان قانوني ويڙهه لاءِ تيار ڪري سگهندا آهن. ڪو مون جهڙو ان وقت جو اپرو سپرو رنگروٽ وڪيل، ڪنهن ساڄن مُهاڻي جهڙي وڏي جوابدار کي، جنهن جو وڏو وڪيل ڪراچيءَ ۾ ويٺو هجي، تنهن کي جج سان قانوني طرح وڙهڻ لاءِ تيار ڪري سگهي، اها ڳالهه سوچڻ ئي فضول هئي.

اهي ڳالهيون ڳڻي، آءٌ وڃي بار روم ۾ ويٺس. ايتري ۾ ساڄن سڏايو. مون کي چيائين: "مڙس پاڻيءَ وارو ٿو ڏسجين! دل متان لاهين! ڪيس جيئن وٺيئي تيئن هلاءِ! اسان هُن پاڙئي وڪيل تان هٿ کنيو. اسان جو وڪيل تون آهين. الائي وڪالت ڄاڻين ٿو ڪ نه ٿو ڄاڻين، اسان کي تون پسند آهين. فيءَ لاءِ دل متان لاهين. اسين پاڙيا ڪونه ٿينداسين!" آءٌ رڳو ايترو چئي سگهيس، فيءَ جي ڳالهه ڇڏي ڏي. خدا ڪندو سولي ٿي پوندي." اهڙيءَ ريت مون هن جا ويهن کان مٿي ڪيس هلايا. مون به محنت ڪئي، هُن به ڪئي، ڪيس آهستي آهستي ڪري، هڪڙو هڪڙو ٿي ڇُٽي ويا. تان جو پوليس مون تي پُڪارون ڪيون ته، "ان ٺولي هٿان ڌاڙا هڻائي ئي فلاڻو وڪيل ٿو!" حد جي ڪليڪٽر مون کي چيو ته، "انهن جا ڪيس ڇڏ. توکي نقصان نه پوڻ ڏبو! تنهنجون ٻيون ڪيتريون ئي اپيلون وغيره پيل آهن. انهن ۾ ڪسر پوري ٿي ويندي." مون معذرت ڪئي، جنهن تان ڪليڪٽر صاحب گرم ٿي ويو. ان سان منهنجي ويڙهه به لاڳيتو ٽي سال هلي. پوليس اڳي ئي خاري هئي. باقي ڊي-ايم صاحب پنيان پئجي ويو. سو معاملو ڪجهه گرم ٿي ويو، پر خدا پَتِ رهائي. پاڙيو اسان مان ڪوبه ڪونه ٿيو.

8-7 سال ٿيا آهن ته آءٌ اچي حيدرآباد ۾ رهڻ لڳو آهيان. ساڄن جا جيڪي ڪيس رهيل هئا، سي حيدرآباد مان وڃي هلائيندو هوس. تان جو وڏا ڪيس سڀ ختم ٿي ويا. باقي سنهڙا ٿُلها ڪيس، اتي اڳ منهنجو جيڪو پارٽنر هو، ان کي ڏيئي ڇڏيم. همراهه حيدرآباد ايندو آهي ته جيسين مون سان ملي ۽ ڪچهري نه ڪري، تيسين مٿس حيدرآباد ڇڻ حرام. هڪٻئي کي پراڻيون ڏک سک جون ڳالهيون ياد ڏياريندا آهيون ۽ شڪر ڪندا آهيون جو هاڻ اهي لڙ لهريون لنگهي ويا آهن، پر سال کن ٿيو آهي جو همراهه جو حيدرآباد اچڻ ئي ڪونه ٿيو آهي. سو پئي دل ۾ چيم ته، يا ته نياپو ڪريانس يا ڪي ڏينهن به واندڪائي ڪيڏي سگهان ته وٽانئس ٿي، هوا به بدلائي اچان. اڃا اهي پور پئي پچايم ته تنهن ڏينهن وڏيرو امام علي خان مليم. امام علي ڪنهن زماني ۾ مون

سان ساڳئي اسڪول ۾ پڙهيو هو. ان حساب سان اسين پاڻ کي هم ڪلاسي سمجهندا آهيون. ڳالهين تان ڳالهيون ڪندي، ساڄن جو ذڪر نڪتو. چيومانس: ”گڏجيئي ته چئجانس  ته مون وٽان ٿيو وڃ.“ اها ڳالهه ٻُڌي، منهن ۾ گهُنڊ ڪٽي وڌائين. پڇيومانس ته چيائين: ”توهان به ڪهڙن ماڻهن کي ڪٽي مٿي تي ٿا چاڙهيو.“ آءٌ حيران ٿي ويس. چو ته امام علي تَر جي وڏيرن ۾ اهو اڪيلو ماڻهو هو جو ساڄن جو ظامن وغيره پوندو هو ۽ چوٿيءَ لميءَ مٿس هٿ رکندو هو. هو به سندس واڪاڻون ڪندو هو ۽ وجهه پيو ڳوليندو هو ته وڏيري امام علي خان جو ٿورو ڪيئن لاهيان. تنهن جي واتان هن جي گلا ٻُڌي، مون کي حيرت لڳي. چيائين: ”فقير محمد خان رنج  متان ٿين، پر ساڄن جهڙو پال جو پڪل پاڙيو بيو دُنِيا ۾ ڪونه لڀندو.“

مون کي ڪاوڙ ته گهڻي آئي، پر چيم ته اول انت ته وٺانس. سو چيومانس: ”ڪر خبر، آخر ساڄن تي هيءَ اوچتي ناراضگي خير مان ٿي؟“ چيائين، ”توکي ته خبر آهي ته پاڻ هنن ماڻهن لاءِ چا چا ڪيو. تون ياءُ ويٺو آهين ته ٻي دنيا ته ٺهيو پر خود ڪليڪٽر ۽ ڪمانيءَ جهڙا مڙس به مون کي ٻانهن ۾ جهلي چوندا هئا ته، ’وڏيرا، سُرت ڪر! گندن ماڻهن ۾ هٿ وجهي پنهنجي عزت گهٽ نه ڪجي.‘ سَوٽُ مون وارو يعقوب سڃاڻين، سڄو ڏينهن مون کي گهٽ ڪرڻ لاءِ وجهه پيو ڳولي. تنهن انهيءَ ساڄن جو بهانو ڪري، سڄي دُنِيا جا ڪَن منهنجي برخلاف پرڻ مان وسئون ڪانه گهٽائي، پر پاڻ به تو وانگر ڪنهن ڳالهه تي بيٺاسين ته پوءِ پلي مٽان ريلون مَٿي وڃن، ٻي وائي ڪانه ورندي. تنهنجي ڳالهه ٻي آهي، باقي ٻئي ڪنهن مائيءَ جي لال ۾ آءٌ اهڙي مٽيا ڏسان ئي ڪانه ٿو، جو انهن خَسِيس ماڻهن لاءِ ڪري هنيئن ٻرندڙ باهه ۾ ٽپا ڏي. خير، پوءِ جهڙو حال هو، تهڙو توکي خبر آهي ته ڪونه گهٽايوسون.“ مون چيس: ”مون کي سڀ خبر آهي، توکي شابس هجي، پر آخر ٿيو چا؟“ چيائين: ”اسان يا عمر مٿس هيڏا ٿورا ڪيا ۽ پاڻ به وسئون ڪونه گهٽايائين، پر هينئر هڪڙن پڙون ماڻهن اسان تي اختيار ڪونه آندو. تن کي آڏي ڪاني ڏيڻ لاءِ مٿس هڪڙو خَسِيس ڪم رکيوسين ته بيهي راڳ ٻُڌائڻ لڳو. اول گُسائي گُسائي، نٽائي نٽائي، آخر ٿيون ڏينهن نڙو پڙو جواب ڏيئي ڇڏيائين! چوندا آهن ته مُڙس ڪَرَڻ جي مند ئي ڪانهي. هي صفا ويو ڇَٽُ ٿي. ٻُڌو اٿئون ته هاڻ ڪنانس ٻيا مڙساٽا اکر ويا هليا. هاڻ به ماڻهو ويڙهائي، لائي لڳائيءَ مان پيو پيٽ پاري!“

آءٌ ساڄن بابت اهڙي گهٽتائيءَ جهڙي ڳالهه ٻُڌي، سهي ڪونه سگهيس. ٻئي آرتوار تي ڪماڪمي ڪري، ماڻهو موڪلي، ڳوٺان گهرائي ورتومانس. سڄي خبر سُڻائي، پڇيومانس ته: ”ڪر خبر! اهو نڪ تي مَر ڪيئن لڳڻ ڏنو اٿئي؟ وڏيري امام علي خان جهڙي ماڻهوءَ جو ٿورو توکان نه لهي سگهي ها ته مون کي چوين ها. ڪو بِلو ڪري وجهونس ها.“ اها ڳالهه ٻُڌي. ان مهل ڪا ورندي ڪانه ڏنائين. رات جي ماني کاڌيسين. ٻين آيلن سان ڪچهري ڪري، جڏهن خلاصا ٿياسين، تڏهن چيومانس، ”ها ادا! هاڻ ٻُڌاءِ ڪي خدا جي ڏني مان.“ جواب ۾ کِلي چيائين: ،ملڪ ۾ ڪي ڪامريٽي ٿا ٻُڌجن، تو ڪي ٻُڌا آهن؟“ مون چيس: ”ڳجهارتون ڇڏ! سنئين ڳالهه ڪر!“ چيائين: ”الله جو سنهن، چرچو ڪونه ٿو ڪريان! تون ٻهريائين ٻُڌاءِ ته ڪامريٽي ٻُڌا اٿئي يا نه!“ مون چيس: ”ڪامريٽي ڪهڙا؟“ چيائين: ”هي ڪونه جيڪي ’سنڌ-سنڌ!‘، ’غريب غريب‘ ۽ ’هاري هاري‘ ڪندا، وڏيرن، ڪوڙن ڪليمن ۽ چوڌرين پٺيان لٺ کڻيو پيا گهمن ۽ جيلن ۾ پيا پون!“ سمجهيم ته شايد انقلابي وطن دوست ۽ هاري ڪارڪنن جي ڳالهه ٿو ڪري. پر پڇيومانس ته: ”خير، ڪي هوندا ڪٽي، پر تون پنهنجي ڳالهه ڪر.“ چيائين: ”توکي خبر ڪانهي، اڄي ڏاڙهي اٿو خراب، هن عمر ۾ آءٌ به ڪامريٽي ٿي ويو آهيان؟!“ ائين چئي، ننڍڙي ٻار وانگر شرارتي نموني مون ۾ نهاري، منهنجو ردعمل ڏسڻ لڳو.

آخر هن سربستي ڳالهه ٻُڌائڻ شروع ڪئي، ”توکي خبر آهي ته اسين اصل اشراف مارو ماڻهو هئاسون، نه ڪنهن جي هنئي ۾ نه ڪنئين ۾. پنهنجي گَر ڪنهڻ ۾ پورا هئاسون، پر اسان جي وڏيرن جي گهر اسان کي سڱن تي اچي ڪنيو. ڪُتُن جي چوڻ تي لڳي هرو پرو بهانا ڪري، اسان کي چِپڻ لڳا، اسان ڪان به جيسين، جيڪي سَنو ٿيو تيسين اهو سَنوسين. راڄا رشم موجب راڄ ميڙي، سندن واجبي بي واجبي ڏک ڏمر لاٿاسين، پر هنن بدن مان غير نه ڪڍيو. هنن کي وڏي ڪاوڙ انهيءَ ڳالهه تي هئي ته اسان هروپرو ڪنهن جي اڳيان للو چچو نٿي ڪئي. سو اسان کي ليزم ڪرڻ لاءِ ڪنهن کي اک پڇي تي ڇڏيائون ته وارو ڪريو. اچي ڪيس ٿيا، اچي ڪيس ٿيا، اسان جو هلڻ چلڻ بند ٿي ويو. بنهه جيڪو ٺولرن ڪاڏل ماڻهو هو، سو به اسان تي چڙهندو ٿي آيو. پوءِ ڏنوسين ته بنهه ٿا ڊوني ٿيو مرون، سو ماشاءَ الله ڪري وڌوسين ڏنڊي ۾ هٿ. پوءِ جي سڄي خبر اٿئي برڪ به ڪري ويهه پنجويهه ڪيس ٿيا، قسمت سان پاڻ به پاڻ ۾ ملي وياسون. تون ماڻهو هئين، جنهن آ انهن سپني ڪيسن کي مُنهن ڏنو. نه ته ٻئي ڪنهن جي جاءِ ڪانه هئي. مس مس ڪري ڏهه پندرهن ويهه سال راتين جا ڳيتون ڏيئي ڏيئي، پلاند ڪجهه آجا ڪيا اٿئون. ڪجهه اميد الله ۾ آهي ته ٿي ويندا. ان ۾ جن به مدارتون ڪيون، سي اسان جي دل ۾ لکيا پيا آهن.

وڏيري امام علي اسان سان وڪون پريون، مڃڻ مراد آهي، نه مڃڻ واري کي حيف آهي. اسين به حلالي مائٽن جا پٽ آهيون، ڪنهن جو ٿورو ڪونه رهايون. هيترا ڏينهن اسان کي به جڏهن به هڪل ڪئي هوندائين ته پوءِ اسان ڪنڌ ڪونه ڪڍيو هوندو. دوداٽي وارو خون به ائين. دوداٽي.، امام علي خان کي ليکيو ئي نٿي. هن اسان کي چيو ته، سندس مال به ٿي ڏينهن ٿاري ڇڏيو ته من اک کُلين. اتفاق سان پاڳيا جاڳي پيا. مقابلو ٿي پيو. چوري مون واري جو اتفاق ڏک لڳي پيو. 5 سال پئي خون جو ڪيس هليو. وڏيري امام علي خان هٿن جي شاباس گهڻي ڪئي، پر خرچ جو اسان ٽڪو به ڪونه ورتس. تو فيءَ جهڙي ڪر ڪانه ورتي ته به ڪيس ۾ ويهه هزارن ڪان ڳالهه چڙهي وئي. گهر تي ٿاندو رکي، الائي ڪيئن به ڪري، پري وڃي چڙهياسين، پر وڏيري کي منهن ۾ ڳالهه ڪانه ڏنيسين ته، ”ادا، تولاءِ ڪري اسين خونن ۾ اڙجي وياسين.“ قسمت هئي ۽ تو هٿان سائين شفا ڏني جو چورو ڇُٽي ويو. پر جي خدا خير ڪري، هيڏانهن يا هوڏانهن، ته به اسين وڏيري کي اکر به ڪونه چئون ها ته، ”هي اسان تو لاءِ ڪري سور سَنو يا قرباني ڪئي.“ خير، دوداٽي، وڏيري امام علي خان سان ته اوئين ڪونه ٺهيا، پر هاڻ اسان جي سر جا ويري ٿي پيا. چيائون پئي ته: ”جي وڪيل ڪيس مان ڇڏايو، ته به وير پراٽو ڪونه ٿئي، پلاند ڪنداسون.“ سو مون چوري کي چيو ته، ”سچيت رهج.“

قصو ڪوتاهه، مهينو کن راتين جو ٿيو آهي ته به ٿي ڏينهن ٻاهر نڪري ويس. واپس اچان ته رن مون واري اونڌو منهن ڪريو پئي آهي. پتو پيو ته چورو مون وارو يعقوب ڪيڏانهن جهٽ تي سنگتين سان گڏجي ويو هو. پاڳيا جاڳي پيا ۽ پويان پئجي وين. ٻيا موٽي آيا، مونجو چورو وريو ڪونه. خبر ناهي ٻڌو يا حال پڇي

ويو ۽ هئو مئو ٿاري پوءِ ايندو. خير، مون سنگتين کان وچي خبر ورتي. هيڏانهن هوڏانهن ٺوٺ واٺ ورتم، پتو پيو ته چورو واڳڻ جي وات ۾ پئجي ويو. الائي جيئرو به هو ڪه مورڳو ڪپي ويو.

پوءِ خبر پئي ته اتفاق سان جتي هي جهٽ هٽڻ ويا هئا، انهن جو ڪو دوداڻين سان مائٽاڻو رستو هو. اهي وس جا ڏينهن هئا، سو دوداڻي به لڏي اچي انهن جي ڳوٺ رهيا هئا. رات جو پاڳيا جاڳي پيا، تن گهوڙا گهوڙا ڪري سڄو ڳوٺ اُٿاري وڌو. چورو مون وارو اتفاق سان ڪو وچي ڪنهن وڻ سان ٽڪريو. سو جهڙو هو تهڙو وچي هيٺ ڊنو. مٿان پاڳيا رسي ويا. مڙس کي هٽي رندي وڌائون. يارو دوداڻي، جنهن جو پٽ ڪنانس مري پيو هو، سو به پاڳين سان گڏ هو. ان مڙس سڃاڻي ورتو. ان ته هن کي آسمان ۾ پئي ڳولهيو، سو زمين تي ملي ويس، سو ان ڪٽي بلاتو ڪيس.

”مون وڃي ٿاڻن جو سَماءُ ورتو، پر ڪٿي به ڪو فرياد داخل ڪونه هو. ’چور جي ماءُ روئي گهڙي ۾، ثابتي نهي ڪانه.‘ چور جن سان گڏ ٻَڌو هو، سي به ڊپ ۾ الائي ڪيڏانهن مٿو ڪٽي پڇي ويا. اهي هجن ها ته به ٿورو ئي هلي پوليس وٽ قبولدار ٿين ها ته ڪو ’اسين چوري ڪندي ڏسجي پياسين ۽ اسان مان هڪڙو بروقت واردات تي پڪڙجي پيو!‘ مٿان وري اهو انديشو ته جي ٿي پوي مون وارن دشمن وڏيرن کي به خبر ته انهن جو ته مڪو مڇي ويندو. تنهنجي خبر هيم ته تون مهيني کن لاءِ لاهور پاسي ويل هئين. هاڻ وڃان ته ڪيڏانهن وڃان؟ چار ڏينهن چار راتيون گذري ويون، سوچي سوچي اکين اڳيان انڌ اچي ويم. چيم ته هاڻ ڪجهه نه ڪيم ته چريو ٿي پوندس. چوٿين ڏينهن نڪا ڪيم هم نه تم، سڌو وڃي خود يارو دوداڻيءَ جي گهر جي ٻاهران سڏ ڪيم! ٻاهر نڪري آيو. چيومانس، ”مون کي ٻيو ڪجهه ڪونه کپي. توکي ٻيو نه ته تنهنجي جوان جو لاش ته مليو. مون کي به ٻيو نه ته رڳو ايترو ٻُڌائي ڇڏ ته چوري جو لاش به ملندو يا...“

منهن ۾ گهُنڊ وجهي چيائين: ”چورو ڪنهن جو؟“ مون چيس، ”گهٽين ڳالهين لڌجن اُٺ، ڳالهه جو اکر هيڪڙو. آءٌ توکي مڙس ماڻهو سمجهي، تو وٽ رڳو ايتري لاءِ لنگهي آيو آهيان ته مون کي رڳو سنئين ڳالهه ٻُڌاءِ. نه ته ڏي جواب ته آءٌ جنهن گس کان آيو آهيان، تنهن تان موٽي وڃان.“ اها ڳالهه ٻُڌي باهه ٿي ويو. چيائين: ”بي شرما، بي غيرت! ڪو شرم آئي ٿي جو مون ڏانهن آيو آهين! وڏيرن جو دلال ٿي، منهنجو دين دُنيا ۾ هڪڙو ٻچو ڪُهائي، پوءِ وري ڏاڙهه ٿُورو ڪري آيو آهين، مون کان پنهنجي چوري جون خبرون پڇڻ...“

وڏيرن جي دلاليءَ واري ٺوڪ مون کان ان حالت ۾ به سَني نه ٿي. چيومانس: ”آءٌ سڄي عمر وڏيرن ۽ سندن دلالن ۽ پڙون، ڪچرن ۽ ڪُتن هٿان تباهه ٿيو آهيان ۽ ساڻن مقابلا ڪندي ڏاڙهي اچي ڪئي آهيم. تون مون کي ٿو وڏيرن جو دلال چئين!“ تنهن تي چيائين: ”جيڪي تنهنجي مخالف وڏيرن جي ٻَچ تي توسان وڙهن ٿا، تن کي تون دلال، پڙوو، ڪُتڻ ۽ ڪچر سڏين ٿو. جن جي برخلاف تون ساڳيا ڌنڌا ڪرين ۽ سندن دشمن وڏيرن جي ٻچ تي سندن ٻچا ڪُهائين، سي به توکي اهو نه سڏين ته ٻيو ڇا سڏين؟“

آءٌ پوئتي موٽيس ته منهنجي ٻانهن ۾ هٿ وڌائين، چيائين: ”هاڻ جي اچي سهڙيو آهين ته هاڻ وري وڃين ڪيڏانهن ٿو؟“ ائين چئي مون کي ٻانهن کان گهلي گهر مهندان پڙڇ تي وڃي ويهاريائين. مون سوچيو ئي ڪونه ته ڇا ٿيندو؟ ڇا نه ٿيندو؟ آءٌ جهڙو موڳو هوس، تهڙو ماٺ ڪري پڙڇ تي ڪِري پيس. هو مون کي پڙڇ تي ويهاري، گهر هليو ويو. پهرين چيم ته اُٿي هليو وڃان، پر وڃڻ تي واڪ نه ٿئي، ڳچ دير ڪانپوءِ هو موٽي آيو ۽ مون کي چيائين ته: ”اُٿي!“ مون دل ۾ چيو، ”هن جيئڻ کان جيڪي ٿئي سو ڀلو ٿئي.“ سو اُٿي پٺيان ويومانس. هيءُ مون کي وٺي هڪڙي پونگيءَ ۾ ويو ۽ وڃي پڙڇ تي ويهاريائين. اتي هڪڙي وڏي عمر جي مائي ۽ هڪ ننڍي نيٽي چوڪري ۽ ٻه ٽي ننڍا ٻار ويٺا هئا. وڏي مائي پنجاهي سالن جي عمر جي هئي. ڪيس ڪارا ڪپڙا پيل هئا، اکين جي چوڌاري ڪارا پٽا ٿي ويا هئس. ننڍي مائي اڃا ٻار هئي. ٻار به سندس ٿي ڏنا، مائيءَ کي خدا سونهن صورت جا مٽ پري ڏنا هئا. ڪنهن ڏک ڪري بيحال هئي. اکيون ڏرا ڏئي ويون هيس. ٻنهي مون کي ڪيڪاريو. ياروءَ ٻنهي ڏانهن منهن ڪري چيو: ”هيءُ منهنجو پائرن جهڙو يار آهي، حيدرآباد پاسي ٿو رهي. محرم جي ڦاتا (فاتح) ڪرڻ آيو آهي.“

آءٌ شرم ۾ ٻُڏي ويس. پٽ جو نالو ٻُڌڻ سان وڏي مائي ”اللّٰه!“ ڪري ٿُبيءَ ۾ پئجي وئي، جوان چوڪريءَ جي اندر مان به رڙ نڪري وئي، پر جيئن ڪنڌ هيٺ ڪريو ويٺي هئي، تيئن ڪنڌ مٿي ڪونه ڪنيائين. ويٺي پٽ ڪنديائين تان جو ڳوڙهن جون لارون سندس منهن تان وهي وڃي پٽ تي ڪِريون. تڏهن منهن اُگهي، پُٺ ڏيئي وڃي ٿاندو ٻارڻ ويٺي.

ياروءَ مون ڏانهن مُنهن ڪري چيو: ”ادا، پٽ پيٽسان ڏاڍا مٺا ٿا ٿين. جي وڃن ٿا ته مائٽن جون ڇيلهيون جهوريو وڃن....“ مون کان دانهن نڪري ويئي، آءٌ پٽ ڏيئي ٻاهر ڀڳس. در وٽ چيومانس: ”وڃان ٿو.“ هن ٻُڌو اڻ ٻُڌو ڪري مون کي ٻانهن مان جهلي چيو: ”اها نينگري ڏٺئي نه! اها پٽ کي لاڏ ڪوڏ سان پرڻائي اڃا ٻه مهينا ئي ڪونه ٿيا ته اهو تو وارو وڏيرو امام علي خان اچي چتو ٿيو. روز ڪونه ڪو ٻهانو ڪريو، گهوڙو ڊوڙايو، پونگيءَ اڳيان ٿُورو ٿيو بيٺو هوندو هو. هيڪڙي ڏينهن آخرچيومانس: ’وڏيرا، جهڙو تون سمجهين ٿو اهڙا ماڻهو اسين ڪونه آهيون. اهو خيال لاهي ڇڏ. اڳتي وري هيڏانهن تڪليف نه ڪج.‘ بس پوءِ اچي اسان جي پٺيان پيو. چوريون، ڦُريون، ڪيس، ڦڏا، تان جو مون انڌي جي اڳيان هڪڙي ٻچي جي لٺ هئي، سا به ڪٽي پچي ڏنائون.‘ اکين مان ڳوڙهن جون لارون اُگهندي، وري چيائين: ’منهنجي قسمت خراب هئي. منهنجو ته ڪو واهرو به ڪونه ٿيو. تو جي قسمت زور آهي. توکي ته ازغيبي واهرو به ملي ويا آهن.‘ آءٌ حيران ٿي ويس. ڪنن تي اعتبار ئي ڪين آيم ته ڪو سچي پچي اهي اکر ٻُڌا هوندم. چيم: ’ڪهڙا ازغيبي واهرو....‘ چيائين: ’اها فيصلي مان ئي خبر پوندي.‘ مون پڇيس: ’ڪهڙو فيصلو! ڪير ڪندو فيصلو؟‘ چيائين: ’سڄي ڳالهه جو فيصلو ٿيندو. ڪاميٽي فيصلو ڪندي، پاڻهي توکي اطلاع ملندو.‘ مون گهڻو پڇيس ته، ’ڪاميٽي ڪهڙي، ڪير اطلاع ڏيندو؟‘ پر ڪو جواب ڪونه ڏنائين. رڳو ايترو چيائين: ’هاڻ ڀلي آئين، وڌيڪ مون کان نه پڇ. پاڻهي توکي اطلاع ملندو.‘ آءٌ پيرن تي ڪِري پيومانس، هٿ ٻَڌامانس، آزيون ڪيون مانس ته: ’مون کي رڳو ايتري خبر سُڻاءِ ته منهنجو چورو هن جهان ۾ آهي يا ڪونهي؟‘ پر رڳو ايترو چيائين ته: ’مون کي خبر ڪانهي، جيئن رب کي منظور هوندو، تيئن ٿيندو. توکي پاڻهي اطلاع ملندو.‘

آءٌ موٽي آيس، ڪريان سو ڇا ڪريان؟ فرياد به ڪري ڪونه ٿي سگهيس. چيم ته جي فرياد ٿو ڪريان ته چوندا ته شاهد ڪير؟ شاهد ڪٿان اچن؟ چور ته ڪونه پاڻ کي ٻَڌائيندا. ٻيو شاهد ڪٿان اچي؟ تنهن کان سواءِ چؤطرف دشمن. سوچيم ته فرياد ڪندس ۽ شاهد نه هوندم ته اٽلو فرياد ڪوڙو ڪري مون کي ئي چالان ڪري ڇڏيندا، پوءِ چوري جو سَماءُ ڪير وٺندو؟ چار ڏينهن چار راتيون ڇئو ته ڪر ڪنهن سمونڊ ۾ پئي گگٽيون کاڻم، رڻ مون واريءَ ته جيئن فرش ورتو، تيئن روئي روئي، مت مان نڪري وئي. سڪٽو مڙهو هو سو پئي گريو. ٿيو آءٌ به ختم پيو هوس، پر پاڻ کي چيم: ’ساجن يار، هن عمر ۾ متان پاڙيو ٿيو آهين! متان پاڻ تان دشمن کلائين! جيڪي ٿيڻو هوندو، سو هيستائين ٿي ويو هوندو. خدا ڪيو هوندو خير، پر جي هيڏانهن يا هوڏانهن ته به پيٽسان جهڙو زهر جو وٽو آهي، تهڙو پي وڃج، گونهن نه ٿج! داڦ متان ڪرين! نه ته چورو ته ويو، الائجي بچيو، پر يا عمر دُنِيا ۾ ڪنڌ ڪٽي ڪونه هلي سگهنداسين.‘

آخر چوٿين ڏينهن فجر جو همراهه ڪنهن اچي سڏ ڪيو. نڪري ويس، پرپاسي جي ڳوٺ جو هڪڙو ماڻهو هو، تنهن چيو ته: ’سپاڻي رات فلاڻي هنڌ هارين جو جلسو آهي، اتي ڪي فيصلا ٿيندا. توکي به سڏ آهي، پنهنجي سنگت ساٿ کي وٺي اتي اچج!‘

جلسي ۾ ويس، اتي ڪي خلقون اچي گڏ ٿيون. تر جي سڀني راڄن جا ماڻهو هئا. تقريرون شروع ٿيون. تقريرون ڪونه هيون، ڇئو ڪر ڪتاب پيا پڙهن! برک به ڪري وڏيرن جا سڀ ظلم ٻُڌايائون، تر ۾ جيڪي بيداديون ٿيون هيون، تن جو سڄو پوتاميل ڪڍي رکيائون، ٻئي پاسي جي ملڪن جا مثال ڏنائون ته اتي جا مزور، هاري ۽ غريب ماڻهو ڪيئن وڏيرن ۽ سيٺين کي دسي، پنهنجون بادشاهيون ٺاڻيو ويٺا آهن. مڙس هئا بکيا ۽ غريب پر ڳالهيون ائين پئي ڪيائون ڄڻ ڪو هاڻي ڪورٽ جو جج پيو ججملت (ججمينٽ) ڏي. اصل تنگ توري ڇڏيائون. ماڻهوءَ جو وار وار اُڀو ٿي ٿي ويو. پوءِ هڪڙي پاسيري جاءِ ۾ ويهه پنجويهه مڙس گڏ ٿيا. مون کي ۽ يارو دوداڻيءَ کي به سڏيائون. هڪڙي همراهه خبرون ٻُڌايون ته: ”يارو دوداڻي جيڪو سنڌي هاري ڪميٽيءَ جو ميمبر آهي، تنهن پنهنجي ڪميٽيءَ کي اطلاع ڏنو آهي ته: ’ساجن مهاڻو تنهن ڏينهن مون وٽ آيو ۽ مون کي اچي چيائين ته، منهنجو پٽ گم آهي. تو پاسي ڏَس آهيس. مون کي احوال ڏي!‘ هوڏانهن ياروءَ جو پُٽُ چون ٿا ته تنهنجي پُٽُ خون ڪيو هو. هن تعلقي جي سنڌي هاري ڪميٽي، اسان هنن ويهن مڙسن تي بار رکيو آهي ته اسين اوهان جون ڳالهيون ٻُڌي، اوهان جو فيصلو ڪريون. اسان جدا جدا ذاتين ۽ ڳوٺن جا ماڻهو آهيون. اسان جو پاڻ ۾ وڏو واسطو اهو آهي جو اسين غريب عوام جي ڇوٽڪاري لاءِ پاڻ ۾ گڏ آهيون ۽ پنهنجي هڪڙي جماعت ’سنڌي هاري ڪميٽي‘ ناهي اٿئون. ان جو ڪم آهي غريبن کي سجاڳ ڪري، ڪين ڇرپر ۾ آڻي، سندن ٻَڌي ڪرائي، سندن هٿان مڙسيءَ واري ڏکهي ۽ ڏکي هلچل هلرائي، ملڪ کي وڏيرن، سرمائيدارن جي انڌيرنگريءَ مان آزاد ڪرائي. اسين ڪوشش ڪنداسين ته پنهنجي عقل ۽ سمجهه آهر اوهان جو صحيح ۽ واجبي فيصلو ڪريون. جنهن مان اوهان مان ڪنهن سان به ناحق نه ٿئي ۽ ٻي سڄي غريب خلق جو فائدو به ٿئي ۽ نقصان نه ٿئي. پاڻ سڀني غريبن جا سڄڻ سرها ٿين ۽ دشمن ڦِڪا ٿين.“

پوءِ اسان کان پڇيائون ته: ”ٻئي ڌريون فيصلي لاءِ راضي آهيو ۽ اسان کي ڳالهيون ٻُڌڻ؛ فيصلو ڪرڻ جي موڪل ۽ اختياري ڏيو ٿا؟“ اسان ٻنهي هاڪار ڪئي ۽ ٻنهي پنهنجون پنهنجون ڳالهيون پيش ڪيون. همراهه ڪن ڏيئي، پوري ڌيان سان اسان ٻنهي جون ڳالهيون ٻُڌيون. ڪنهن ڪنهن مهل، ڪنهن همراهه صفائيءَ وچان ڪو سوال پڇيو ٿي ته، واهه! نه ته چپ چاپ لڳي پئي هئي. ڪنهن جي وات مان اتفاق سان هلڪو يا ڳٺو اکر نڪتو ٿي ته ان کي نرمائي، فضيلت پر مضبوطيءَ سان هدايت ٿي ڪيائون. ڪو ڳالهيون ڪندي، هڪڙيءَ مان ٻيءَ ۾ پئجي ٿي ويو ته ان کي آهستي آهستي ڪري وري رند تي چاڙهيائون ٿي. مون ڪين پنهنجون سموريون خبرون ڪري ٻُڌايون ته ڪيئن مون کي وڏيرن تباهه ڪيو ۽ ڪيئن مون سان امام علي خان پير پريا ۽ ڪيئن ان جو ٽورو لاهڻ جي خيال کان منهنجي ڇوڪري کان خطا ٿي پئي. تازو جيڪو وهيو واپريو، سو به بيان ڪيم.

ياروءَ به امام علي خان جي دشمنيءَ ۽ ڪيسن جو سربستو احوال ٻُڌايو. پوءِ چيائين ته: ”پٽ مارجڻ کان پوءِ به امام علي خان منهنجي جند نه ڇڏي ۽ مون کي ڪوڙن ڪيسن ۾ پورائي ڇڏيائين. جيل ۾ اتفاق سان هڪڙو سنڌي هاري ڪميٽيءَ وارو يار ملي ويم، ان منهنجا دماغ جا پردا ئي کولي ڇڏيا. هن مون کي سمجهايو ته، ’پاڻ اڪيلي سر وڏيرن سان ڪونه پُڄي سگهنداسين. وڏيرن سان پوليس آهي، ڪامورا آهن. ڪورٽن ۾ هُنن جي هلندي آهي. جيل به انهن جا آهن. مطلب ته سڄو ڪارخانو انهن جو آهي. پاڻ اڪيلا اڪيلا ٿي ساڻن وڙهنداسين ته رڳو سِرُ وڃائينداسون. سرنداسون پائيءَ جا ڦلا به ڪونه. سو ڀهريائين آهي پاڻ ۾ ٻڌي ڪرڻي. سنڌي، ڄاموٽ، ٻروچ، سيد، پِيرُ جو فرق مٽائي، سڀني ستايل سنڌين کي هڪڙي ابي، هڪڙي امان جو اولاد ڪري سمجهڻو آهي، دشمن جي هٿ جو باز ٿيڻو ناهي، سَؤ سور هجن ته پاڻ ۾ ڇيهه ڪري دشمن جو ڪاڄ ٿيڻو ناهي.

اهڙيون ڳالهيون ٻُڌائي ٻُڌائي، مون کي آهستي آهستي ڪري هارين جو همدرد ٺائي وڌائين. جڏهن ٻاهر نڪتس ته پڇائي وڃي سنڌي هاري ڪاميٽيءَ وارن کي هٿ ڪيم. همراهن به هٿن جون ڇائون ڪري ڇڏيون. منهنجا اهڙا ٻانهن ٻيلي ۽ سچا همدرد ٿي بيٺا، جهڙو ڪو ابي امان جو ڄائو به ورلي ٿئي. آءٌ اڳي هيتري عمر جهڙوڪر مائٽن عزيزن هوندي به نڌڻڪو ۽ ٻي واهو هوس. هاڻ هڪڙو سر وڃي بچيو هوس ته به ڄڻ ڏٽيڪو ۽ وڏي وڳر وارو ٿي پيس. ڪيڏانهن ويون ريسون ۽ حسد، ڪيڏانهن ويا پاڙن ۽ ذاتين جا فرق ۽ ويڇا، ڪيڏانهن ويئي بدخواهي ۽ دشمني! تر جي آسپاس جو سڀ سمجهو ۽ سجاڳ غريب پاڻ ۾ ائين ڪير ڪنڌ ٿي وياسين، ڄڻ هڪڙي ابي، هڪڙي امان جو اولاد آهيون. اسان جا پراڻا خيال به بدلجي ويا. هاڻ اڳوٽيون ڳالهيون ياد اينديون آهن ته، سمجهبو آهي ته اونداهيءَ ۾ حياتي گذاري آيا آهيون. سو جڏهن ساجن پُٽَ ڳولهيندو، مون وٽ اچي نڪتو، تڏهن ڀهرين ته هن کي ڏسي اکين ۾ رت اچي ويو، پر پوءِ دل ئي دل ۾ پاڻ کي ساڌي، قبضي ۾ ڪري ورتم. مون کي پنهنجي هاري ڪاميٽيءَ وارن همراهن جون هر هر سمجهايل سڀ ڳالهيون دل تي تري آيون ۽ مون رَتُ جي ڍُرڙي پري، هن جون ڳالهيون ٻُڌيون ۽ کيس صحيح سلامت واپس موٽايم. هاڻ اوهان راڄن جي غريب پائرن ۽ ساٿين جي هٿ ۾ فيصلو آهي. جيڪي اوهان کي اچي سو ڪريو.“

همراهن اسان جون ڳالهيون ٻُڌيون، مڙس سڀ داناءُ هئا. هڪڙو ٻئي کان وڌيڪ. واري واري سان هر ڪنهن پنهنجو رايو ڏنو. آخر سڀني مون کي ڏوهاري ڪيو ته: "تو هڪڙي غريبان مار ظالم وڏيري جي موچڙن کان بچڻ لاءِ، ٻئي ظالم ۽ غريبان مار وڏيري کي خوش ڪرڻ لاءِ، پاڻ جهڙي غريب ۽ ماريل ڀاءُ تي حملو ڪرايو. جنهن ۾ هن جي ٻچي جي زندگي ختم ٿي وئي. تو سوچيو ته ان وڏيري جا مون تي ٿورا آهن، سي لاهي، مڙس ماڻهو ٿو ٿيان، پر تو ائين نه سوچيو ته توتي ٿورا ڪرڻ وارو اهو ڪير آهي؟ جن ظالم وڏيرن توتي ظلم ڪيو، انهن کان هيءُ ظالم وڏيرو ڪهڙي ڳالهه ۾ ڀلو آهي؟ هو تو غريب تي ظلم ٿا ڪن، هيءُ ٻين غريبن تي ظلم ٿو ڪري. ڏنڊو ٻنهي ظالم وڏيرن جو ساڳيو آهي. ٻنهي ظالمن ۾ فرق ڪهڙو ٿيو؟ تون هڪڙن ظالم وڏيرن جي ظلم کان بچڻ لاءِ ٻين ظالم وڏيرن جي هٿ جو باز ٿي، پاڻ جهڙن ٻين مسڪينن ۽ ماريلن جو مارو ٿيو بيٺو هئين."

ياروءَ جي گهر واري اڳوڻي ڳالهه ياد ڪري ۽ هن سڄي جلسي ۽ ڪچهريءَ جون ڳالهيون ٻُڌي، مون پنهنجي دل ۾ چيو ته، هھڙن مڙسن اڳيان گهٽ وڌ ڳالهه ڪري، بچت وٺڻ مڙس جو شان نه آهي. منهنجي دل پرچي آئي. اکيون اُگهي، پٽڪو لاهي ڪٽي ياروءَ جي پيرن تي رکيم ۽ چيومانس: "ادا، آءٌ بلاشڪ تنهنجو ڏوهاري آهيان. منهنجي چوري جي ڪٽي قسمت! جي ڇڏيو آهيني (اٿيئي) ته قلبان ٿيو! جي جيئرو هجي ته مون کي خدا ڪارڻ ڏوهه بخش ڪر. سڄي عمر ٻئي پيءُ پٽ توجا، توجي ڪاميٽيءَ جا ۽ سڀني ڀائرن جا گولا ٿي گذاريندا سين..." ائين چوندي، گلو ڇڻ بند ٿي ويم ۽ ڪانئن وڌيڪ ڳالهاءُ نه نڪري سگهيو.

همراهن مان هڪڙي چيو، "ادا! وڏو نالو الله جو، پر الله سائين کي تنهنجي منهنجي معافي ڏيڻ جو لوڙ ڪونهي. بخشش جي گهرج آهي توکي، مون کي، پنهنجي سنڌ جي غريب ڀائرن کي. چو ته ذاتي سُور پيئنداسين، ذاتي ڏوهه بخشينداسين، تڏهن هڪٻئي جي دلين مان ڪدورتون وينديون ۽ پاڻ ۾ سڀني جي گڏيل دشمنن جي چنبي مان نڪري پيرن پيڙا ٿينداسون."

سڀني جون دليون پرچي آيون. ياروءَ جي اکين مان لڙڪ وهي اُتي هليا. هن منهنجو پٽڪو کڻي مون کي مٿي ۾ وڌو ۽ روئي چيائين: "ادا! مون مسڪين ۽ اپرن سنڌي مارو ماڻهن جي ڀائيچاري جي صدقي پنهنجي ٻچي جو خون توکي بخش ڪيو." سڀني ڪيس وڏي سڏ گهڻي دير مبارڪون ۽ شاباسون ڏنيون. منهنجي اکين مان ڳوڙهن جو بند ٽُٽي پيو. ڪجهه دير ترسي، ياروءَ چيو: "جڏهن ساجن جو پٽ منهنجي اڳيان ڏَڪجي ڪِري پيو ۽ ٻَڏجي پيو، تڏهن دل ۾ چيم 'واه مولا، تون حق وڪيل آهين!ڪورٽ کان ڇُٽي ويو، پر قضا کان ڪونه ڇُٽو. هاڻ نڪو ڪو شاهد، نڪو گواهه! جن جهليو آهي، سي به ابي امان جي اولاد جهڙا ڀائر ۽ يار آهن. ڪُسي ويندا پر گوال ڪونه ٿيندا. هاڻ هن کي ڪٽي وجي ڪٽي جبل ۾ خفا خون ڪري، پنهنجو اندر ٿو ٺاريان.' پر پوءِ پنهنجي هنن، همراهن جو خيال آيم ته متان چون ته، 'صلاح کان سواءِ هھڙو ڪم چو ڪيئي؟' سو چوڪري کي هٿيڪو ڪري سڄي خبر ٻُڌائي مان. هنن منهنجا ترا ڪڍي ڇڏيا! سڄي ڳالهه سمجهائي چيائون:

"خبردار جو ان ماڻهوءَ کي هٿ لاتو اٿئي! ان جو تنهنجي پُٽ سان ڪوبه وير ڪونه هو. اهو خود مظلوم آهي. ٻُلبل ۽ گمراهه آهي. اصل قاتل اهي آهن، جن هنن مجبورن کي اهڙي مجبوريءَ ۾ وجهي، ڪانئن هھڙا ڀڏا ڪم ڪرايا. هن سالن جا سال جيل ۾ لوڙيو آهي. اڃا تازو ڦاسي گهاٽ مان نڪتو آهي. اصل جنگ انهن سان آهي، جيڪي هڪڙن مسڪينن کي ڦُرڻ، لُٽڻ ۽ چِپڻ لاءِ ٻين کي شڪاري جانور ڪري استعمال ڪن ٿا. اهو ماڻهو تو وٽ ۽ پاڻ سڀني غريب ڀائرن ۽ پاڻ هارين جي ڪميٽيءَ وٽ سام آهي. ان جو وار به ونگو نه ٿيڻ ڪپي."

اها ڳالهه ٻُڌي مون کي به خدا ساڃاهه ڏني ۽ مون همراهه وٺي آئي، هنن همراهن جي حوالي ڪيو ۽ چيومان ته، "هاڻي هيءُ ڄاڻي توهان ڄاڻو!" هنن چيو ته، "رڳو هن کي ڇڏي ڏيڻ سان سچو فائدو ڪونه ٿيندو. اوهان جا خيال نه بدليا ۽ اوهان جي دل مان ڪدورتون نه نڪتيون ته اوهين وري ڪنهن نه ڪنهن جي ٻچ تي هڪٻئي جي سِر جا ويري ٿيا، هڪٻئي تي اُپا ٿيا بيٺا هوندا. چڱو ائين آهي ته فيصلو ڪري دشمنيءَ جي پاڙ ئي هميشه لاءِ وڍي ڇڏجي. ۽ خود هنن ٻُلبلن کي به گُس تي چاڙهي ڇڏجي!"

چوري جي بچڻ جي اها ڳالهه ٻُڌي، خوشيءَ وچان منهنجا هٿ پير نري ويا. ڪنهن مهل کان پوءِ ڪنهن اچي منهنجي پيرن تي هٿ رکيا. مون اکيون کوليون ته متان چورو مون وارو بيٺو هو! بس پوءِ ته منهنجي جيڪا حالت ٿي سا ته پڇ ئي نه! ايتري ۾ هڪڙي جوان مڙس ياروءَ ڏانهن منهن ڪري چيو: "چاچا، سڄي مڙسي اها آهي! سڄي غيرت اها آهي! پُٽُ جو وير بيشڪ تو ورايو آهي!' سڄي مڙسي اها ناهي ته پنهنجا پاڻ جهڙا اپرا ڀائر چيڄن يا انهن کي ڪير لالچائي يا برغلائي ڪانئن ڪُڌو ڪم ڪرائي، ته انهن کي تباهه ڪجي. سڄي مڙسي، سڄي غيرت، اها آهي ته ڪيڏو به سور اچي ته پي وڃجي، پر دشمن کي خوش ٿيڻ نه ڏجي. اها آهي سڄي دليري. تو پُٽُ جو خون درگذر ڪري، دشمن جي زبردست ۽ قاتل سازش کي ناڪام ڪيو آهي!"

ٻئي جوان چيو: "هيترو سڄو دنيا جو دؤر ظالمن جي بادشاهي هلي آهي. هاڻ مظلومن جي بادشاهي قائم ڪرڻي آهي ۽ ظلم جو بڻ بُنياد ختم ڪرڻو آهي. ان لاءِ ٻڌي ڪپي، ضابطو ڪپي، اورچائي ڪپي، مڙسي ڪپي، ڏاهپ ڪپي." ٻيون به الاهي ڳالهيون سمجهائيندا رهيا. ان گهڙيءَ مون به پنهنجي دل ۾ قسم کنيو ته "وري ڇا به ٿي پوي، پنهنجن غريب ڀائرن جو مارو نه ٿيندس ۽ سنگت رکندس ته پنهنجن غريب ڀائرن سان ۽ نه دشمن ظالم وڏيرن سان. ڀلي ڪٽي سڄا سون ٿي پون."

ان ڳالهه کي اڃا ٿورا ڏينهن ئي مس گذريا ته تنهن ڏينهن امام عليءَ خان گهرائي چيم ته: "دوداڻي وٽ مال جام ٿي ويو آهي، وڃي هلڪائي ڪري اچينَ!" پهرين چيم ته، سڄي ڳالهه ڪري ٻُڌايانس ۽ چوانس، "وڏيرا! اهي ڏينهن ڪائي ويا، جڏهن اسان کي پاڙيو ڪري استعمال ڪندا هئا." پر همراهن هدايت ڪئي آهي ته، 'راز جي ڳالهه ڪنهن سان به ڪرڻي نه آهي. ضابطي ۾ هلڻو آهي.' سو ٽارائي ويس. پر وڏيرو جند ئي نه ڇڏي. هُتان هِتان واريو بيٺو آهي. لاچار ڪيس صاف جواب ڏيڻو پيم. هاڻ ٻُڌاءِ ته مون ڪهڙي بچڙي ڪئي؟"

مون کِلي چيس: "ڀلا جي آءٌ چوان ته تو بي واجبي ڪئي آهي. امام عليءَ جهڙي مڙس کي جواب ڏيڻ تو جهڙي مڙس جو شان نه آهي ته تون منهنجي ڳالهه مڃيندين؟" چيائين، "دل واري ڳالهه؟" چيم، "هائو!" چيائين، "ڪونه مڃيندس! مون کي هاري همراهن جي ڳالهه تي سورهن آنا ويساهه اچي ويو آهي! مرڻ مري ويندس پر ان ڳالهه تان ڪونه لهندس. تون رنج ٿيندين ته توکي پرچائي وجهندس، پر غريبن جي طرف وار ڳالهه ڪونه

ڇڏيندس!” مون چيس ته، ”پوءِ جيڪي وڻيئي سو ڪر!” پڇيائين، ”۽ تون؟” مون چيس، ”آءٌ تنهنجي پٺيان!” چيائين، ”چرچا ڇڏ! اسين جاهل اوهان جي پٺيان سونهون ڪه توهان اسان جي پٺيان سونهندا؟”

چيومانس: ”جاهلن جا ٻه قسم آهن، هڪڙا اڻ پڙهيل جاهل ٿيندا آهن، ٻيا پڙهيل جاهل ٿيندا آهن. پڙهيل جاهل، جهڙو ڪنو ۽ گندو جاهل، دنيا ۾ ٻيو ڪونه ٿيندو آهي. غريب جو ٻار پلي ڪهڙو به امير ٿي وڃي، پر جي پنهنجي غريباڻي لڏي جو طرف ڇڏي، ڪانوَ وانگر مور جي چال هلڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ دشمن جو دلال ٿيندو ته ان جهڙو مورک ۽ جاهل ٻيو ڪهڙو ٿيندو؟ آءٌ ڪٺي اتفاق سان وڪيل ٿي ويو آهيان، پر اولاد ته انهن مسڪينن جو آهيان، جن جون ست ڇا ست سؤ پيڙهيون به پورو ڍؤ ڪونه سنيرن. منهنجا مائٽ اوهين غريب آهيو. هي وڏيرا ۽ سيٺيون جيڪي پنهنجي مطلب ۽ غرض لاءِ پاڻ ڪي ڳراٽڙيون پيا وجهن، سي مون ۽ تو جهڙن جا مائٽ ڪڏهن به ڪونه ٿيندا. مون ڪي به پنهنجي پارٽيءَ جو ماڻهو سمجهه!”

هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا. مون کي ڀاڪر پائي چيائين: ”جوان جا پُٽَ، ته پوءِ پنهنجي آهي به فتح!”

(ماهوار ”تحريڪ“، جنوري 1978ع ۾ ڇپيل)